

بسم اللہ تعالیٰ

# تحریر دربارۂ ترک موالاتِ کفار



تحریر
فاضل بے بدل عالم بے مثل مولانا علامہ نور الحق دام فضلہ
صدر مدرس مدرسۂ دار الرشاد پیر جھنڈہ والہ
ضلع حیدرآباد سندھ

باہتمام و سعیہ حضرت پیر سید تراب علیشاہ صاحب راشدی حکیم
از لاڑکانہ شایع نمود

پیپلز پریس لاہور میں ماسٹر سندر سنگھ پرنٹر کے اہتمام سے چھپا

بسم الله الرحمن الرحيم ٥

# استفتاء

هن منحوس جنگ جنهن اسلام ۽ خلافت جي پاڙن کي لوڏي ڇڏيو آهي- هندستان جي مسلمانن کي ٽن جماعتن ۾ تقسيم ڪري ڇڏي-

(١) هڪ اهي جن ميدانِ جنگ ۾ وڃي پنهنجي پيارن ساهن کي قربان ڪري ڪفارن جي مدد ڪئي

(٢) اهي جن هندستان ۾ رهي پنهنجي قيمتي مالن ۽ بي قيمتي مشورن ۽ ڪفريه فتوائن سان ڪفارن جي همتن کي وڌايو-

(٣) اهي جن مات ۽ گوشه نشيني اختيار ڪري ملڪ ۾ رهي امن ۽ امان قائم رکيو ۽ انهن مال ۽ جان درم ۽ قلم سان مدد ڪان ڪئي-

(الف) هاڻي دريافت طلب هيءَ ڳالهه آهي ته موجوده حالتن ۾ جڏهن عيسائي طاقتون عموماً ۽ انگريزي حڪومت خصوصاً اسلام جي مٽائڻ تي تيار رهڪ پنهنجي ارادن ۾ ڪامياب ٿينديون نظر اچن ٿيون ته ڇا باغيرت مسلمانن کي برطانيه حڪومت ۽ انجي مددگارن سان لاڳاپو رکڻ مذهبي فرض آهي يا نه-

(ب) منهنجي ڏيکاريل ٽنهي گروهن ۾ ڪهڙي گروه کي شريعت جي قانون موجب مسلمان جو سمجهيو ويندو يا نه

(ج) ٽنهي گروهن قرآن پاڪ ۽ حديث موجب معذور سمجهيو ويندو يا ڪفارن جي مددگارن مان ڳڻيو ويندو-

بسم الله الرحمن الرحيم ٥

الحمد لله - والسلام على عباده الذين اصطفى -

اهڙي حڪومت سان جنهن اخلاق جو خون ڪري ۽ وعدو وساري ان قوم تي ظلم ڪيو جنهن ان کي اوج ترقي تي پهچايو ۽ جنهن مهمي عهد ۽ وفاداري قائم رکڻ ۾ انتهائي امداد ڪئي هجي ۽ حڪومت موقعو وٺي ان کي تباه ۽ برباد ڪرڻ شروع ڪيو هجي ته اهڙي حڪومت سان ڪنهن قسم جو لاڳاپو رکڻ شريعت موجب هرگز هرگز جائز نه آهي- ڪافر ۽ مومن ٻنهي وچ ۾ وعده کان سواءِ ٻيو ڪو به ميلاپ پيدا ڪندڙ سبب ڪو نه آهي ۽ وعدي ڀڃڻ جي حق ۾ قرآن پاڪ جو ٺهيل فيصلو آهي-

فما استقاموا لكم فاستقيموا لهم } (ترجمه) جيستائين اهي اوهان جي اعتماد تي بيهڪ ڪن پر حد هن انهن خدا تعالى جي حڪم موجب تيستائين اوهين انهن لاءِ بيهڪ ڪريو- (سوره توبه)

وهم بدؤكم اول مرة } ۽ اهي منڍ کان اوهان سان (دشمني) اول پيا ڪرڻ لڳا- (سوره توبه)

اگر اُنهن کري ڀي اُهي ڪيترن وعدن کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو اسان جي هڪ خدمت
عرضداشت کي خواب خيال سمجهي ڇڏين ته ڇا اهڙي حالت ۾ اسان انهن کي عقلاً يا نقلاً وفادار رهي
سگهون ٿا؟ نه- بلڪ قرآن حڪيم جو صريح ارشاد آهي-
وَاِنْ نَّكَثُوْا اَيْمَانَهُمْ مِنْ بَعْدِ عَهْدِهِمْ وَطَعَنُوْا فِيْ دِيْنِكُمْ فَقَاتِلُوْا اَئِمَّةَ الْكُفْرِ اِنَّهُمْ لَا اَيْمَانَ لَهُمْ
لَعَلَّهُمْ يَنْتَهُوْنَ - يعني ته جڏهن ڪفار پنهنجي وعدن جي پرواه نه ڪن ۽ توهان جي
مذهب تي ٺٺوليون ڪن ته اهڙي حالت ۾ وفاداري جي بجاءِ انهن سان ان حد تائين وڙهڻ
فرض آهي جو سندن قوت ٽٽي وڃي ۽ آئنده اهڙي شرارت نه ڪري سگهن-
باقي رهيا اهي ماڻهو جن ملعون ڪفارن سان ملي پنهنجي جان مال سان مذهب اسلام
تي حملو ڪيو. تاريخ شاهد آهي ته دنيا ۾ اهڙا ڪيترائي قوم ڪان گذري آهن
جن ڪافرن جي دوستي يا موالات جي اصول بنائي خود پنهنجي مذهب تي جارحانه ڪارروائي
ڪئي هجي- انهي جي ڪڏهن ڪا زنده مثال ملي سگهي ٿي ته اها هندوستان جا مسلمان آهن
جو هو ڏينهن واڳ پنهنجي مذهب جا ڌاريان ڪافر يا دشمن بڻيا- انهي ڏينهن کي قرآن ڪريم ۾
خطاب آهي-
وَلَا تَكُوْنُوْا اَوَّلَ كَافِرٍ بِهٖ } ان (توريت) جا پهريان منڪر نه ٿيو (البقره) يهودين فرعون
جي ظلم ۽ ناحق جا سمورا بار سنا هوا پر ڪهڙا يا ٿون جو ڪرين جي نبي عزتي ڪرايا ٿون. پر فرعون جي
موالات يا دوستي جو ڏير نه ڍهيا ٿون پر هندستان جي مسلمانن فرعون جي امداد ۽ انهي جي حڪومت کي قائم
رکڻ لاءِ پنهنجا ٻچا ڪهرايا ۽ سر ڏنا ۽ بين هندن ڀينرن جي معصوم چوڪرين جي عصمت دري
ڪرائي- بخت نصر جڏهن بيت المقدس تي حملو ڪيو ته يهودين جو بار بارڪسي پاڻ پهچي
ڪين بچاءُ ڪيو ۽ بيت المقدس نه ڪيرائڻ ڏنو- پر هندوستان جي مسلمانن پنهنجي
مذهب جي پاڪ جاين- مڪه معظمه ۽ مدينه بيت المقدس- قسطنطنيه- بغداد شريف نجف
اشرف ڪربلا معلى تي حملو ڪري- مسلمانن جي قبضه مان ڪڍي ڪافرن جي هٿ ۾ ڏنا ۽
آئنده جاني ۽ مالي مدد ڏيڻ لاءِ تيار آهن ۽ گنديل خدمت جي عوض گهري رهيا آهن-

### ببين تفاوت ره از ڪجاست تا بڪجا

هڪ عقل وارو ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته انهن ماڻهن سان (جي موالات قائم رکي گهرن ٿا)
ڪهڙو معاملو ڪيو وڃي؟ ڪو عقل وارو چئي سگهندو ته فرعون سان ته لاڳاپا نه رکن پر
آل فرعون سان دوستي رکي وڃي جڏهن اهي ماڻهو فرعون جا اولاد نه هجن جاته
فرعون نه ٿي ڪن فرعون بڻجي سگهي ها-

قرآن حڪيم تي عمل ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته دين حق جي دشمنن ۽ الله جي احڪام کي
مٽائيندڙن دنيا ۾ بدامني پيدا ڪندڙن سان هر طرح جا لاڳاپا توڙي انهن کي ترڪ
ڪري ڇڏڻ مذهبي فرض آهي - صاف ارشاد آهي - اي ايمان وارا منهنجي ۽ پنهنجي دشمن

يا ايها الذين آمنوا لا تتخذوا عدوي وعدوكم اولياء تلقون اليهم بالمودة وقد كفروا بما جاءكم من الحق يخرجون الرسول واياكم ان تؤمنوا بالله ربكم - (ممتحنه)

کي دوست ڪريو نه توهين انهن سان دوستي (محبت) سان پيش اچو ٿا حالانڪ توهان ڏانهن جيڪو سچ (قرآن) آيل آهي - انهي کان هنن جو انڪار آهي - رسول ۽ توهان کي فقط هنجي پروردگار تي ايمان آڻڻ جي ڏوهه ۾ ڪڍن ٿا -

فتح جي اخبار ۾ جنهن جي بدر ۾ ڪرڻ موجب ڪافرن جي لشڪر مدينه منوره تي هڪ سال گهيرو
ڪري مختلف وقتن سان رسول الله صلي الله عليه وسلم کي تڪليفون ڏنيون جنهن لشڪر جو
توڙي خصوصيت سان هڪ هنڌ ستائي مسلمان هو - انهي سورة ۾ ارشاد آهي ته -

انما ينهاكم الله عن الذين قاتلوكم في الدين واخرجوكم من دياركم وظاهروا على اخراجكم ان تولوهم ومن يتولهم فاولئك هم الظالمون

جن ماڻهن اوهان سان مذهب جي ڪري جنگ ڪئي آهي ۽ اوهان کي ملڪن مان ٻاهر ڪڍيو آهي ۽ ٻين کي لاءِ ٻين کي مدد ڏني آهي
انهن سان دوستي رکڻ کان الله تعاليٰ اوهان کي منع ٿو
ڪري ۽ جيڪو دوستي رکندو سو ظالم آهي -

هن آيت ۾ اهو اصول بيان ٿيل آهي جنهن مان ڪافرن ۽ انهن جي مددگارن سان لاڳاپن
توڙڻ ٿا جي ڪافي روشني پوي ٿي يعني هو انهي ماڻهن سان رابطو رکڻ جي قائم ڪرڻ گناهه
آهي جنهن (۱) توهان جي پاڪ مذهب تي حملو ڪيو هجي (۲) توهان جي قديمي موروثي سلطنت
تي حملو ڪري انجي ٽڪرا ٽڪرا ڪري توهان کي جلاوطن ڪري ڇڏيو (۳) اهي جن ڪافرن کي
مٿين ڪمن ۾ مدد ڏني هجي ۽ اگرچه اهي ظاهرا نالي ۾ ڪهڙي مسلمان هجن ۽ اهڙين حالتن هو بنهي
به احسان انهن جي دوستي جو دم هڻن ٿا - پوءِ جيڪو انهن سان لاڳاپا نه ٽوڙيندو ته هو
ڏوهي ظالم آهي سبب ڪان ڏي تعجب جي ڳالهه آهي ته اسان جي ملڪ جا نام نهاد مسلمان
نصارن جي امداد ڪئي ۽ انهن جي درجي تي پهچائي ڇڏيو آهي ۽ اڃا به ڪيترن دکن ۽ مصيبتن جي
پهچائڻ لاءِ تيار آهن پر اخبارن کي اڃا تائين انهن جانبازن تي ڀروسو آهي ۽ گورنمينٽ ڪي
جو فرق ڏاڍو ڏاڍو اهڙو اچي ٿو - الله تعاليٰ سچ فرمايو آهي
ها انتم اولاء تحبونهم ولا يحبونكم وتؤمنون بالكتاب كله -

توهان کي شرم نٿو اچي ته توهان مسلمان ٿي ڪري انسان محبت رکو ٿا، جا لائق هئي توهان ته انهن ذري جيتري تسلي به جا ن آهي. من لم يجعل الله له نورا فما له من نور (جنهن لاءِ الله تعالى روشني نه ڪندو ته ان لاءِ سوجهرو ئي ڪونه آهي) جڏهن ڪافر عروج کان پستي جي هاويه ۾ ڪري رهيا آهي ته عذاب الهي جيڪر بعين اثر انهن جي قلب ۽ دماغ تي پوندو آهي ۽ سو پنهنجي نفع ۽ نقصان ۾ سڌ ڪري سگهندي آهي - هندستاني مسلمان ڪفارن سان فقط هن لاءِ مدد ڪيئي ته انهن ڀرسندن عزت آهي ۽ ان ڪري ڪين طرحين طرحين جا فائدا ملندا پر افسوس جو سواءِ خواري جي ڪجهه به نصيب نه ٿيو - الله تعالى فرمايو آهي - ايبتغون عندهم العزة فان العزة لله جميعا (نساء) ڇا هنن (ڪافرن) وٽ عزت چاهن ٿا؟ (ياد ڪن ته) ڪي خبر ڪا اهي) ته هر قسم جي عزت (حقيقت ۾) ڄوڳي الله وٽ آهي -

مٿين صفا پذري بيان مان جيئن طرح معلوم ٿيو ته اهڙي جماعت سان ڪهڙي قسم جو تعلق رکڻ نه آهي جنهن پنهنجي مذهب ۽ ملڪ کي پنهنجن هٿن سان برباد ڪيو جيڪڏهن نه عراق ۽ هندستاني مسلمان پهريون قدم ڪيون ته بيت المقدس جي قبضي ڪرائڻ ۾ هنن هڪ خاص بنيان آهي جيڪڏهن بيت الله ۽ گنبد خضراء (رسول الله جو روضو) انهن جي توپن جي زد ۾ هوندا ته تخت خلافت کي انهن پنهنجن هٿن سان اونڌو ڪيو ۽ فتح قسطنطنيه جي لعنت جو سهرو به هندستان وارن جي سر تي سونهين ٿو - انهن نام نهاد مسلمانن سان ترڪ ڪرڻ ڪانسواءِ قرآن حڪيم جي فرمودي موجب هن آيتن ۾ ڏيکاريل حڪمن موجب هلت ڪرڻ گهرجي -

انما جزاء الذين يحاربون الله ورسوله ويسعون في الارض فسادا ان يقتلوا او يصلبوا او تقطع ايديهم وارجلهم من خلاف او ينفوا من الارض ذلك لهم خزي في الحيوة الدنيا ولهم في الاخرة عذاب عظيم - (مائده)

جيڪي (ماڻهو) الله ۽ انجي رسول سان وڙهن ٿا ۽ ملڪ ۾ فساد جي ڪوشش ڪن ته انهن جي سزا هي آهي ته کين يا سوريءَ چاڙهجي يا سندن هٿ ۽ سندن پير ابتڙ سبتڙ وڍجن يا ديس نيڪالي ڏجي. دنيا ۾ انهن لاءِ خواري آهي ۽ انهن لاءِ آخرت ۾ وڏو عذاب آهي (سوره مائده)

(ب) شريعت جي قاعدن ۽ پهرين ۽ ٻئي گروه جيڪر اٿي ته جڏهن غور ڪجي ٿو ته معلوم ٿئي ٿو ته اهڙن ايمان فروش کي ڪهڙي صورت ۾ به مسلمان چوڻ درست نه آهي، مسلمان ڪهڙو ته جيڪو اهو معنى آهي ته ڪفارن جا اثارن ۽ پيرڪار ٿيڻ جب خود اسلام ۽ شعار الله کي نيست نابود ڪجيو ۽ جي تثليث جي قوت وڌائڻ لاءِ توحيد جي جهنڊي کي نيست ڪيو -

ڏجي جيڪڏهن اسلام اهڙي بي غيرتي جو ٻالو آهي ته دنيا ۾ ڪو به ڪافر ڪونه آهي -

(۱) قرآن ڪريم جي هيٺين اصول تي غور ڪرڻ گهرجي :-

الذين آمنوا يقاتلون في سبيل الله والذين كفروا يقاتلون في سبيل الطاغوت فقاتلوا اولياء الشيطان ان كيد الشيطان كان ضعيفا

جيڪي مومن آهن سي الله جي واٽ ۾ ويڙهه ڪندا آهن ۽ جيڪي ڪافر آهن سي طاغوت (شيطان) جي واٽ ۾ ويڙهندا آهن تنهنڪري تون شيطان جي ساٿين کي مار ڇو جو شيطان جي ٽڪي هيٺي آهي (نساء)

هن آيت ۾ ڪافر ۽ مسلمان جي وچ ۾ حقيقي فرق ٻڌايل آهي يعني ته مومن آهي اهو جو هميشه الله تعالى جي دين جي حمايت لاءِ وڙهن ٿا ۽ ڪافر آهن جي الله تعالى جي دشمن جي امداد لاءِ جنگ ڪن ٿا ۽ اسلام جو اصول ڪيئي ٻاهر ڪن ٿا - ان مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته ڪافر ئي الله تعالى جي دشمن جي امداد ڪري اسلام جي ناس ڪرڻ لاءِ وڙهي سگهي ٿو - تنهنڪري نصارن سان گڏجي جيڪي جان ۽ مال سان جنگ ڪرڻ وارا قرآن ڪريم جي تصريح موجب مسلمان ڪين آهن -

(۲) ٻيو ارشاد آهي :-

وقد نزل عليكم في الكتاب ان اذا سمعتم آيات الله يكفر بها ويستهزأ بها فلا تقعدوا معهم حتى يخوضوا في حديث غيره انكم اذا مثلهم -

توهان تي اڳ ۾ قرآن ۾ هي ڳالهه فرض ٿي چڪي آهي ته جڏهن توهين ٻڌو ته الله تعالى جي حڪمن جو انڪار ٿي رهيو آهي ۽ انهن تي ٺٺوليون ٿيون ڪن ته جيستائين اهي ماڻهو ڪنهن ٻي ڳالهه ۾ بحث (نه) ڪن تيستائين اهڙن ماڻهن سان نه ويهو جيڪڏهن توهين ويهندا ته يقينا توهين به انهن مثل انهن جهڙا ٿيندا -

هن مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته فقط مسلمان جيڪڏهن اهڙي مجلس ۾ شريڪ ٿئي جنهن ۾ احڪام الهي جي کلي کلائي مخالفت ٿي رهي هجي ته اهڙي حالت ۾ به انكم اذا مثلهم جو حڪم لڳائي سگهجي ٿو - ۽ جيڪڏهن مسلمانن جي جماعت ڪافرن سان ملي اسلام جي برخلاف مالي جسماني جنگ ڪري گذري ۽ ڪندي رهي ته ان حالت ۾ انكم اذا مثلهم جو مصداق نه ٿيندي -

انکان سواءِ هڪ ٻيو حڪم آهي -

ولو كانوا يؤمنون بالله والنبي وما انزل اليه ما اتخذوهم اولياء ولكن كثيرا منهم فاسقون -

جيڪڏهن هي ماڻهو جيڪي ان ڏانهن نازل ٿيو ايمان رکن ها ته ڪافرن کي دوست نه بڻائين ها پر گهڻا انهن مان بدڪار آهن -
(سوره مائده)

هن حڪم مان صاف معلوم ٿيو ته الله ۽ رسول ۽ ڪتاب پاڪ جي مڃڻ وارا ڪڏهن به ڪفارن جي موالات جو شڪار نٿي سگهندا ڇو جو اهڙا ڪافرن سان ملي اسلام جي نتائين کي ناس ڪن. هن حڪم جو لازمي نتيجو آهي ته جن ڪافرن سان گڏجي حملو ڪيو آهي الله ۽ سندس رسول ۽ انجي ڪتاب جا يقيناً منڪر ڪافر آهن.

ڏسو ارشاد آهي:-

يا ايها الذين امنوا لا تتخذوا اليهود والنصارى اولياء بعضهم اولياء بعض ومن يتولهم منكم فانه منهم ان الله لا يهدي القوم الظالمين - رکوع

اي ايمان وارا يهود ۽ نصارن کي دوست ڪري نه وٺو اهي (هڪبئي پاڻ ۾) هڪ ٻئي جا دوست. توهان منجهو انهن کي دوست ڪري وٺندو ته اهو يقيناً انهن مان آهي. الله تعالى ظالم قوم کي سڌو رستو نه ڏيکاريندو آهي.

هن مٿين ٻنهي حڪمن ڏسڻ کانپوءِ اميد آهي ته ڪو به سمجهدار آدمي انهن ڪفر جي مددگارن جي مرتد هجڻ ۾ شڪ شبهه نه ڪندو خصوصاً جڏهن ڏٺو وڃي ٿو ته هوائي کي پنهنجي ڪاميابي سمجهن ٿا ۽ ان تي انعامن ۽ لقبن جو انتظار ڪري رهيا آهن ۽ هو آئنده مدد ڪرڻ لاءِ به تيار آهن.

(ج) رهيو اعلى جماعت جنهن مان ڪري گوشي گيري اختيار ڪئي هو به ڪفارن جي يارن سيه ڪار آهي ۽ هي به ڪهڙي طرح مجرم نٿا سگهن. جيڪڏهن حقيقت ۾ آدمي غور ڪري ته ان تي واضح ٿي ويندو ته جنگ جو مدار اقتصاديات (ملڪ جي مالي حالت) جي درست هجڻ ۽ حڪومت ۾ امن امان برقرار رکڻ تي موقوف آهي. جيڪڏهن اقتصادي واٽون ميدانن وچ ۾ ميدان جنگ ۾ ڪم ڪرڻ وارن کي امداد پهچائي نه سگهن ۽ اهڙي طرح جيڪڏهن ملڪ جي اندر امن قائم رهيو ته ظاهر آهي ته فوج ٻاهر وڃي دشمن جو مقابلو ڪري نه سگهندي.

هاڻي جنهن جماعت ملڪ جي اندر امن قائم رکيو ۽ اقتصادي واٽ جو انتظام انهن جي مان ڪرڻ سان باقاعده جاري رهيو ته اهي به دراصل ڪفار جي طرفان ڪان وڏا مجاهد آهن. توهين خيال ڪري سگهو ٿا ته جا صدائي احتجاج اڄ ڪلهه بلند ٿي رهي آهي ۽ جيڪي دانهون ۽ فريادون ڏينهن ۽ ٿي رهيون آهن جيڪڏهن انهن جو ڪجهه خاص حصو ان وقت ادا ڪيو وڃي ها جڏهن جنگ جي شروعات هئي ته ڇا انگريز جي جوع البقر ڪجهه ختم ڪري سگهي ها. ؟ يا پاڪ جايون ناس ٿي وڃن ها ؟ ڇا خلافت جو تخت اونڌو ٿي پوي ها ؟ يا جرمني جي اڻ ڳڻي طاقت کي صدمو پهچي سگهي ها ؟

هرگز نه- هرگز نه- اهو سڀ ڪجهه ڪري ٿيو جو خاص موقعه تي اسان ۽ اسان جي
علمائن ۽ مشائخن مان ڪن گوشه نشيني اختيار ڪئي- ۽ ڪيترا اڃان به اهڙي خيال ۾
ٻُڏل آهن - غور جي جاءِ آهي - قرآن پاڪ جو ارشاد آهي ته -

لا يستوي القاعدون من المؤمنين
غير اولي الضرر والمجاهدون في سبيل الله
باموالهم وانفسهم فضل الله المجاهدين
باموالهم وانفسهم على القاعدين
درجة وكلا وعد الله الحسنى وفضل الله
المجاهدين على القاعدين اجرا عظيما
درجت منه ومغفرة ورحمة وكان
الله غفورا رحيما ۵

مومن مان جيڪي بنا عذر جي (جهاد کان گهر)
ويهي رهندڙ ۽ الله جي واٽ ۾ پنهنجن مالن
۽ پنهنجن سرن سان جهاد ڪندڙ (اهي ٻئي)
برابر نه آهن پنهنجي مالن ۽ پنهنجن سرن سان
جهاد ڪندڙن کي الله (گهر ۾) ويهي رهندڙن
کان مرتبي ۾ ڀلو ڪيو آهي- ۽ الله هر هڪ
کي چڱو وعدو ڏنو آهي- ۽ الله جهاد ڪندڙن
کي ويهي رهندڙن کان وڏي اجر جي ڪري ڀلو
ڪيو آهي- پاڻ وٽان درجا ۽ بخشش ۽ ٻاجهه ڪئي
اٿس ۽ الله بخشڻهار مهربان آهي (نساء)

غور ڪرڻ گهرجي ته مسلمان گهر ۾ ويهندڙ هڪ درجه ثواب ۾ مجاهدن سان شريڪ آهن
باوجود ڪه نه هو ميدان جنگ ۾ ويا ۽ نه رت پياڙائون - پر ورهي به مجاهد انهن کان
هڪ درجه ۾ وڌيڪ به آهن- ان مان معلوم ٿيو ته اصل ۾ جهاد جي بنياد ۾ ٻيئي جماعتون
شريڪ آهن فقط سر تري تي رکڻ ۽ مال خرچ ڪرڻ ۾ غازي وڌيڪ آهن جنهنجي سبب هي نٿا
عقل يا نقل جي خواهش موجب سڀئي مسلمان ته ميدان جنگ ۾ نٿا وڃي سگهن- الله تعالى فرمايو
وما كان المؤمنون لينفروا كافة } سڀني مومن کي ضروري نه آهي ته سمورا (جهاد لاءِ) اچي
ڪڙا ٿين - ضروري آهي ته انهن جي گهرن کي محفوظ رکيو وڃي ۽ اسلام جي بچاءُ لاءِ جي
ماڻهون پوءِ تي مرڪز ۾ به جميا ويٺا هجن ته اندروني نظام نه ٽڪري وڃي ۽ امن امان قائم
رهي ۽ اهو به هڪ قسم جو جهاد آهي ۽ ٻئي اها جماعت آهي جا ڪفارن سان ميدان جنگ ۾
جان ۽ مال سان مقابلو ڪري- اهي ٻئي جماعتون الله تعالى جي قانون جي حفاظت
ڪندڙ ۽ اسلام کي دشمن کان بچائيندڙ آهن-
ورهي هڪ ٻي طرف به ڏسو ۽ غور سان نتيجو ڪڍو ته هڪ اهڙي جماعت به آهي جا اي ڏن
لاءِ گهر ٻار ڇڏي جان سان يا مال سان اسلام جي برخلاف وڃي وڙهي ۽ ٻي اها آهي
جا گهرن ۾ رهي پر مال ۽ وفاداري سان رهجي- ته ڇا اهي ٻئي ڪفارن جا مددگار

نه آهن، ڇا اهي به عذاب الاهي ۾ شريڪ نه ٿيندا يون؟ پوءِ اگرچه جان ۽ مال سان امداد ڪرڻ وارا پلي وڌيڪ خبيث هجن -

سورة اعراف ۾ پيغمبر وارن يهودين جو بيان آهي انهي ۾ ٽنهي جماعتن جو بيان آهي -

(١) ڪلو ڪلايو قانون الاهي جي مخالفت ڪري حيلي سان مڇين جو شڪار ڪيو -

(٢) ٻيا اهي جيڪي نيڪي جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ کان ماٺ ۾ رهيا ۽ ٻين کي ماٺ ۾ رهڻ جو سبق ڏنائون -

(٣) اهي جو جيڪي حڪم جي حڪم ڏيڻ ۽ برائي کان روڪڻ لاءِ سينو ڏئي اٿي بيٺا ۽ فرض ادا ڪيائون حديث جي ڪتابن ۾ حضرت عبدالله بن عباس کان روايت آهي ته اهو ٽيون گروهه جو ٻين ٽنهي کي ناڪين منع ڪري فرض ادا ڪندو رهيو عذاب الاهي کان ڇٽو ۽ ٻئي جماعت ۽ ٻئي عذاب الاهي کان نه بچي سگهي جنهن مان صفا معلوم ٿئي ٿو ته قومي گناهه ۾ ماٺ ڪرڻ به لعنت جو ڪارڻ بڻندڙ آهي - تفسير ڪبير ۾ حضرت عبدالله بن عباس کان روايت نقل آهي ته هو جڏهن هن وارن يهودين جو قصو پڙهندو هو ته روئي روئي فرمائيندو هو ته افسوس جي جاءِ آهي - اسان جماعت جي ماڻهو ڏٺي ڏٺي منڪر عذاب نازل ٿيڻ جو هيڻ هڪ قومي گناهه جي بند ڪرڻ لاءِ آخري ڪوشش نه ڪئي ۽ ماٺ ۾ رهيا حالانڪ اسان ته روزانه ڪيترا ڏٺا اهڙن ڪمن ۾ ماٺ اختيار ڪيون ٿا ته پوءِ اسان جو الائي ڪهڙو حال ٿيندو؟

ان مان ظاهر آهي ته اهڙن جاين ۾ ماٺ ڪرڻ به ناس ڪندڙ گناهه آهي جنهن جي عذاب کان بچو ڪندڙ هڏهن به بچي نٿو سگهي - هذا والله اعلم -

الحمد لله الذي هدانا لهذا وما كنا لنهتدي لولا ان هدانا الله لقد جاءت رسل ربنا بالحق وصلى الله على خير خلقه محمد وعلى اخوانه من النبيين وآله الطاهرين واصحابه الطيبين وعلى ائمة المسلمين وعلينا معهم برحمتك يا ارحم الراحمين -

وانا العبد الاواه محمد نور الحق غفر الله له

اول مدرس مدرسه دار الرشاد پير جهنڊا ١ سنه ـه

١ الجواب صحيح محمد صادق عفي عنه محله کهڏه ڪراچي = ٢ ابو الحسن تاج محمود امروٽي = ٣ الجواب صحيح محمد صديق عفي عنه تاريخ ١٢ شوال سنه ١٣٣٨ه = الجواب صحيح والمخالف فيه قبيح

الجواب صحيح غلام صديق بهرائي ڪراچي لاڙڪاڻه العبد سليمان عفي عنه پير پور شريف

قد اصاب فيما اجاب الحاج خليفه محمد هالائي.



٣١
ذلك كذلك لحقر البشر محمد علي
ساكن دهلي شهراتي

٣٣
هذا هو الحق نور علي المجاهد
دبگان پرگنانہ

٣٥
هذا هو الحق وما ذا بعد الحق الا الضلال
الفقير خادم الشريعت مير محمد نورنگي

٣٦
قد اصاب المحرر فيما اجاب بالتحرير
خادم العلماء غلام رسول من مقام
اسحاق چانڈیه

٣٩
ما قاله المحرر فهو بالحق حقيق
وبالصدق لىٔيق الفقير خادم العلماء
خوش محمد مير وفاتي

٣٢
هذا هو الحق والحق احق ان يتبع مولوي
محمد واهر الحق تعلمتر سبوهي

٣٤
ما نور صفحات هذه الرسالة مولانا نور الحق
سليم بانوار التحقيقات فيحق ان يتنا فيه
ويليق ان يستفاد منه وانا الفقير ابو الحامد
محمد السيوستاني عفي عنه

٣٧
قد اصاب فيما اجاب فقير نظام الدين
چانڈیه جاگیر عيسى خان

٣٨
المجيب مصيب فقير مولوي غلام محمد
از نور محمد